# ترميمي آئين 2016
## سنڌ يونائيٽيڊ پارٽي

ڇاپو:
ڇهون

ڇپائيءَ جو سال:
2016

تعداد:
5000 هزار ڪاپيون

آفيس:
126، حيدر منزل، مسلم ڪالوني، سامهون نشتر پارڪ،
سولجر بازار ڪراچي، سنڌ.

فون/ فيڪس نمبر:
021_32228994

ويب سائيٽ:
www.sindhunitedparty.org.pk

# فهرست

# پيش لفظ

آئين ڪنهن بہ پارٽي جي انتظامي جوڙجڪ ۾ روزمرهہ جي ڪاروهنوار هلائڻ لاءِ ضروري هجي ٿو. آئين ۾ ترميمون ۽ تبديليون وقت ۽ حالتن پٽاندڙ اٽتر هجن ٿيون. سنڌ جي مقامي بلدياتي نظام ۾ آيل نئين تبديلين ۽ پارٽي جي تجربن مان ضرورت محسوس ڪئي وئي، تہ پارٽي جي آئين ۾ ضروري تبديليون آنديون وڃن.

سينٽرل ايگزيڪيوٽو ڪميٽي جي17هين اجلاس بتاريخ 02 فيبروري 2016 تي حيدر منزل ۾ آئيني ترميمن لاءِ پارٽي جي جنرل سيڪريٽري سيد زين العابدين شاهہ جي اڳواڻي ۾ خصوصي آئيني ڪميٽي جوڙي وئي، جنهن جا ٿي ميمبر امير علي ٿيبو ادريس چانڊيو ۽ انعام پتي مقرر ڪيا ويا.

هن خصوصي آئيني ڪميٽيءَ، بنيادي ترميمن جو خاڪو CEC جي 18هين اجلاس بتاريخ 01 اپريل 2016 تي حيدر منزل ۾ پيش ڪيو ويو جنهن ۾ متفقہ طور اهو طئي ٿيو تہ ترميمن وارو ڇاٽايل مسودو پارٽي جي ستين جنرل ڪائونسل ۾ منظوري لاءِ پيش ڪرڻ گهرجي.

آئيني ترميمن ۾ مرڪزي صدر جي چونڊ ڪان وٺي، هيٺ يونٽ جي صدر تائين، چونڊ جي طريقيڪار ۾ صدر کي پنهنجي باڊي جي مقرري وارا اختيار هڪ مدي (ٽينيوئر) لاءِ تجرباتي طور منظور ڪيا ويا. اهڙي تجربي جي ڪاميابي جي صورت ۾ انهي کي هڪ ڀيرو ٻيهر جنرل ڪائونسل ۾ منظوري پيش ڪيو ويندو. ٻئي صورت ۾ صدر جي چونڊ سميت باڊي جي ٻين عهديدارن جي چونڊ جو ٻيهريون ساڳئو عمل واپس بحال ٿي ويندو. هن وقت اوهان جي هٿن ۾ آيل هي آئين، پارٽي جي 23 اپريل 2016 تي سن ۾ ٿيل ستين جنرل ڪائونسل مان پاس ٿيل آهي.

**انعام پتي**
سيڪريٽري
خصوصي آئيني ڪميٽي

# تمهيد

گڏيل هندستان پاڪ جي مسلم اڪثريتي رياستن جهڙوڪ بنگال، سنڌ، پنجاب، سرحد ۽ بلوچستان جون رياستون 1935ع جي ايڪٽ کي مرڪزيت پسند آئين سڏي مسلم ليگ جي 1940ع واري ٺهراءَ واري واعدي جي پٺڀرائي ڪندي وفاق پاڪستان ۾ ان اميد سان شامل ٿيون هيون ته مسلم اڪثريتي علائقن جي اهڙي نئين ٺهندڙ وفاق ۾ شامل اڪائيون وڏيڪ خودمختيار ۽ خوداختيار هونديون، سندن ثقافت، ڪلچر، زبان، وسيلن ۽ جاگرافي جو مڪمل تحفظ هوندو.جنهن جو اظهار 3 اپريل 1943ع ۾ گڏيل هندستان پهرين سنڌ اسيمبلي ۾ سائين جي ايم سيد طرفان قرارداد لاهور جي حق ۾ پاس ڪيل اها قرارداد واضع طور موجود آهي. پر ملڪ ٺهڻ شرط ئي ان جي برعڪس مسلم اڪثريتي علائقن جي رياستن جي جداگانه تاريخي، جاگرافيائي، ثقافتي تشخص ۽ سالميت کان انڪار ڪندي انهن تي وار ڪيو ويو. پهرين انهن جي ٻولين مٿان زبردستي اردو کي مڙهيو ويو ته ٻئي طرف ڪراچيءَ کي سنڌ جي رياست کان ڌار ڪري مرڪزي انتظام هيٺ ڏنو ويو. مهاجر ڪميشن جوڙي تفاوتي (Discriminatory) وڏي پيماني هندستان مان لڏپلاڻ ڪرائي هندن کي زبردستي نيڪالي ڏني وئي، سندن ملڪيتون، زمينون، ڪارخانا، گهر، نوڪريون ضبط ڪري ٻاهريان آيل ماڻهن جي حوالي ڪيا ويا ۽ خصوصن سنڌ جي آبادي جو عدم توازن ڪيو ويو. صوبن جون چونڊيل حڪومتن جو خاتمو آڻي ملڪ جي سياسي نظام کي غير مستحڪم ڪيو ويو.

ملڪ جو اقتدار اعلي ۽ پاڪستان جي پهرين آئين ساز اسيمبلي جو

ايوان پڻ غير نمائنده شخصيتن ذريعي هلايو ويو. جن عالمي قوتن جي سازشن ۽ مفادن تحت ڪيپٽلسٽ ۽ سوشلسٽ بلاڪن جي تنازعي لاءِ پاڪستان جي سرزمين کي ميدان جنگ بنائيندي سيٽو ۽ سينٽوجي جنگي معاهدن ۾ جڪڙي ڇڏيو. ملڪ جي پهرين وزيراعظم لياقت علي خان عالمي قوتن جي مفادات لاءِ 1949ع ۾ آئين ساز اسيمبليءَ اندر قرارداد مقاصد کي آڻي ان کي آئين جو بنيادي جز قرار ڏنو ويو ۽ بنيادپرست ڌرين کي هٿي وٺرائي وئي. ٻئي طرف مضبوط مرڪز جي خاڪي تحت قومن جي تاريخي وجود ۽ تشخص کان انڪار ڪندي، سرحدن کان آزاد مسلم اُمہ جو تصور اپاريو ويو گڏوگڏ ملڪ جي حڪمراني ۽ سول بيوروڪريسي تي قبضي وسيلي اقليت کي اڪثريت مٿان حاوي رکيو ويو. ان کي هٿي وٺرائڻ لاءِ غلامي جي پيداوار عوام دشمن ڪرپٽ I.C.S سول بيوروڪريسي کي پاڪستان جي سياسي ادارن ۽ سياستدانن مٿان بااختيار بنائي مسلط ڪيو ويو. جنهن لاءِ ملڪ جي پهرئين وزيراعظم مرڪزي سيڪريٽرين لاءِ خصوصي ادارو جوڙي ان مٿان چوڌري محمد علي کي جنرل سيڪريٽري مقرر ڪيو جنهن جي نتيجي ۾ مختلف کاتن جي وفاقي سيڪريٽرين پاڻ کي سياسي انتظاميہ (ڪيبينيٽ) اڳيان جوابده سمجھڻ بجاءِ جنرل سيڪريٽري سان رجوع ڪرڻ شروع ڪيو. صوبن جا آءِ جي ۽ چيف سيڪريٽرين کي پڻ سڌي ريت مرڪز مان مقرر ڪيو ويندو رهيو. جنهن ڪري انهن ڪڏهن بہ پاڻ کي رياستي حڪومتن اڳيان جوابده نہ سمجهيو. ملڪ اندر ملٽري بيوروڪريسي کي هٿ وٺي همٿايو ويو من پسند جونيئر فوجي جرنلس کي سازشن وسيلي سينيئر جرنلس مٿان فوقيت ڏني وئي، جنهن جي نتيجي ۾ ايوب خان کي بري فوج ۽ گڏيل فوجن جو سربراه بڻايو ويو سول ۽ فوجي بيوروڪريسي جي سڌي ريت سياسي فيصلن ۾ شرڪت جي بِدعت وڌي ويئي.

ملڪ ٺهڻ جي ساڳئي وقت ڪجھ مخلص، ايماندار ڏاهن، بهادر ۽ قرباني جي جذبي سان سرشعار انگريز سرڪار سان آزادي لاءِ مهاڏواٽڪائيندي سور ۽ سختيون سهندڙ مسلم اڪثريتي علائقن جي

سياستدانن خصوصن سائين جي ايم سيد، خان عبدالغفار خان، عبدالصمد خان اچڪزئي، حسين شهيد سهروردي، ميان افتخارالدين جهڙن سياستدانن جن شروع کان وٺي تاريخي قومن جي تشخص جي خاتمي، قومي ٻولين مٿان ڌارين ٻولين کي مُسَلط ڪرڻ جي عمل، صوبن جي خودمختياري کان انڪار ڪرڻ مذهب ۽ رياستن کي گڏي هلائڻ، صوبن جي ڀلائي بجاءِ چند من پسند همنوا ڪرپٽ سياستدانن سول ۽ فوجي بيوروڪريسي کي نوازڻ، جمهوري قدرن جي انحرافي،خلاف غيرقانوني ۽ غير آئيني عملن رول آف لا جو احترام نہ ڪرڻ خلاف آواز اٿاريو تن کي شروع کان وٺي ملڪ جي اقتدار تي ناجائز قابض قوتن غيرقانوني ۽ غير آئيني طريقن وسيلي هميشہ سرڪاري قيدوبند ۽ عتاب هيٺ رکيو.

قومي وحدتن جي جداگانہ رياستي / صوبائي حيثيت ۽ تشخص خلاف ٻيو قدم صوبن جي جاگرافيائي حدن کي ختم ڪندي 1955ع ۾ ون يونٽ اسڪيم کي.لاڳو ڪيو ويو. اهڙي ون يونٽري ڊونگ هيٺ گهڻ قومي وفاق پاڪستان Multinational State کي هڪ قوم ۽ ٻن صوبن (مشرقي ۽ مغربي) واري غير فطري وحداني رياست بڻايو ويو جنهن کي تسلسل ۽ تحفظ ڏيڻ لاءِ وري 1958ع ۾ سڌي ريت مارشل لا کي لاڳو ڪيو ويو. پنڌرنهن سالن جي ون يونٽ مخالف ۽ عوامي جدوجهد کانپوءِ پهرين جولائي 1970ع ۾ ان غيرفطري ڊونگ کي جنرل يحي خان اهو چئي پنهنجي منتقي انجام تي پهچايو تہ ون يونٽ جو نظام پاڪستان جي سالميت کي ڪمزور بڻايو آهي، جنهن کانپوءِ ڊسمبر 1970ع ۾ نئين آئين ساز اسيمبليءَ لاءِ چونڊون ڪرايون ويون، جنهن ۾ گڏيل پاڪستان جي اڪثريتي مينڊيٽ کي قبول نہ ڪرڻ سبب ملڪ خانہ جنگي جي ورچڙهي ويو ۽ مشرقي صوبي بنگال مٿان فوج ڪشي ڪئي وئي، جنهن سبب مُلڪ جو مشرقي اڪثريتي صوبو بنگال مان ڦري بنگلاديش بنجي ويو.

جنهن کانپوءِ بچيل پاڪستان جي قومي وحدتن واري گهڻ قومي ڪريڪٽر کي نظر ۾ رکي پاڪستان جي وفاق کي جنهن سماجي معاهدي جي ضرورت هئي، ان کي پٺي ڏيئي ون يونٽ جي نظام کي قانوني شڪل

ڏينهن 1973ع ۾ نئون آئين جوڙيو ويو. جنهن ۾ مضبوط مرڪزي نظام کي هڪ دفعو وري ڪنٽرولڊ ڊيموڪريسي ذريعي متعارف ڪرايو ويو جنهن ۾ جمهوريت جو مطلب قومن جي برابريءَ بجاءِ عددي اڪثريت کي ڄاڻايو ويو. پارليامينٽ کي ملڪ جي داخلي ۽ خارجي معاملات کان پري رکيو ويو. عسڪري قوتن کي زور وٺرايو ويو. قومي جمهوري جماعتن جهڙوڪ نيپ وغيره تي بندش لاڳو ڪئي وئي، غير آئيني قدم کڻندي صوبن ۾ انهن جي حڪومتن کي زبردستي ختم ڪري ملٽري آپريشن شروع ڪرايا ويا. ڊفينس آف پاڪستان جي قانون جي نالي ۾ قومي سياسي جماعتن جي ورڪرن کي ڪيتري ئي وقت لاءِ رياستي عتاب هيٺ قيدوبند ۽ تڪليفن ۾ رکيو ويو. مُلڪ جي نئين آئين ۾ گهڻ قومي رياست کان سڌي ريت انڪار ڪيل هئو جنهن ۾ تاريخي قومن جي جاگرافين کي تہ تسليم ڪيو ويو پر انهن جي قديم ٻولين کان انڪار ڪيل هئو جنهن ۾ رياستن کي صوبا بنائي انهن جي اختيارن، قدرتي وسيلن، ٽيڪسن ۽ مالياتي نظام تي عملن مضبوط مرڪز جي ڪنٽرول کي 1935 جي ايڪٽ کان وڌيڪ مرڪز بنائي مستقل قانوني قبضي هيٺ آندو ويو.

اڄ پاڪستان نالي ماتر تہ وفاقي آئين وارو ملڪ آهي، پر عملي طور اهو هڪ وحداني طرز حڪمراني جو خاص نمونو آهي. جنهن ۾ قومي وحدتون/ صوبا قانوني طور مڪمل بيوس ۽ بي اختيار بڻيل آهن. انهن جا مڪمل قدرتي وسيلا، مالي اختيار، انتظامي اختيار ۽ قانون سازي جا گهڻي ڀاڱي اختيار مضبوط مرڪزي نظام هيٺ يرغمال بنايل آهن. شاهوڪار قومي وحدتن/ صوبن جا ماڻهو شاهوڪار هجڻ باوجود غريب تر ٿيندا وڃن ٿا. عوام بک، بيروزگاري، غربت ۽ لاقانونيت جي پنجوڙ ۾ قاتل آهن ڇو تہ سندن قدرتي ۽ مالي وسيلا سندن خوشحالي لاءِ ڪتب نہ اچي رهيا آهن. ملڪ ٺهڻ کان وٺي، قومي وحدتن جي تاريخي وطنن کي انتظامي صوبا قرار ڏيئي، خصوصن سنڌ ۽ بلوچستان ۾ ڌاري آبادڪاري ۽ جعلسازي وسيلي صوبن اندر اقليتن کي اڪثريت ڏيکاري انهن جي حق حڪمراني کي مستقل طور تبديل ڪرڻ جي ڪوشش جاري و ساري آهي، صوبن جي

ساموندي پٽي وارن علائقن تي قبضاگيري ڪري آباديءَ جو توازن بگيڙڻ جو مسلسل عمل جاري آهي. پاڪستان ٺهڻ کان وٺي اڄ ڏينهن تائين اهو مستقل مفاد ٽولو پاڪستان جي مرڪز ۾ ان جي وسيلي صوبن جي اقتدار اعلي تي پڻ قابض رهيو آهي، جيڪو تيزيءَ سان پنهنجي مراعات ۾ اقتدار ۾ حصي داري وڌائيندي هن مخصوص بلدياتي نظام وسيلي ضلعن ۾ شهرن تي قبضاگيري جو نظام رائج ڪندي، Devolution پلان جي نالي ۾ صوبن اندر قائم ڊويزنن لوڪل گورنمينٽ جي شهري ۽ ڳوٺاڻين حدن کي ختم ڪندي مخصوص ضلعن ۾ شهري حڪومتن جي نظام کي ڪندي هڪ طرف تہ صوبن جي انتظامي اختيارن کي تہ چئلينج ڪري ٿو پر ٻئي طرف سڌي ريت مرڪز سان رابطو وڌائي ڪيس صوبن جي اختيارن ۾ مداخلت لاءِ جواز فراهم ڪري ٿو ۽ اڻ سڌيءَ ريت ضلعن اندر انتظامي اختيارن جي وڌاري جي نالي ۾ صوبن اندر انتظامي ورهاست جي ڳالهہ کي وڌائي رهيو آهي.

مذهب ۽ رياستي معاملات کي گڏي هلائڻ واري ملڪ جي هن تجربي هڪ خاص نقطئہ نظر جي ماڻهن کي تقويت ڏني آهي تہ جئين اُهي پنهنجا نظريا ۽ خيالات پنهنجو حق سمجهي مختلف خيالات، عقيدن ۽ نظرين وارن ماڻهن مٿان مسلط ڪن، جنهن جي نتيجي ۾ ملڪ شديد مذهبي، عقيدائي ۽ سياسي خلفشارن، انارڪي، دهشتگردي، عدم استحڪام ۽ بحران در بحرانن جو شڪار بنجي چڪو آهي.

- ملڪ جي هن سموري سياسي اقتصادي بدحالي ۽ بدانتظامي، خراب حڪمراني ۽ بحرانن کي ڏسندي عوام جي ذهنن ۾ اهي سوال اڀرن ٿا تہ آخر هاڻ اسان جو ڇا ٿيندو؟
- گهڻ طرفن خطرن ۽ چئلينجز سان گهيريل هن ملڪ ۾ تاريخي قومن جو وجود ۽ بقا لاءِ آخر اسان کي ڇا ڪرڻ گهرجي؟
- ڇا هن ملڪ ۾ ڪنٽرولڊ ڊيموڪريسي جي پيداوار وفاق جي نالي ۾ مرڪزيت پرست ۽ مذهبي جماعتون، ان خطرن سان پرِيل مستقبل جي ادارڪ ۽ انهن کي منهن ڏيڻ جو ارادو ۽ اهليت رکن ٿيون؟

- ڇا عددي اڪثريت واري جمهوريت جي نالي ۾ آئيني غلامي کي برقرار رکڻ جي حامي سياسي ڌرين جي پارٽي پروگرامن وسيلي قومن جا حق ۽ مفادات محفوظ بنائي سگهجن ٿا؟
- ڇا بنيادپرست جماعتون، جيڪي رياستي ۽ مذهبي معاملات کي گڏي هلائڻ لاءِ هميشه کان وٺي ڪوشان پئي رهيون آيون آهن، انهن وٽ اسان جي مسئلن جو حل آهي ۽ انهن پويان لڳي، پنهنجي قومي فڪر تان دستبردار ٿي وڃجي؟
- ڇا ملڪ ٺهڻ کان وٺي اقتدار تي ناجائز قبضي وسيلي اهڙي مستقل مفاد ٽولي جي نمائندگي ڪندڙ يا انهن جي ايجنڊا تي ڪم ڪندڙ ڌرين جي آسري تي ڇڏي ڏنو وڃي، جيڪي وقت سان رنگ بدلائي تاريخي قومن جي وسيلن ۽ حق حڪمراني تي قبضي وسيلي انهن کي غلام رکن ۽ هميشه غلط انگن اکرن وسيلي اقليت کي اڪثريت مٿان حاوي رکڻ جي ڪوشش ڪنديون رهن؟

اڄ ملڪ جي 69 ساله تاريخ ۽ تجربات جي روشني ۾ اها هڪ ڳالهه پوريءَ طرح سامهون ڇٽي ٿي اچي چڪي آهي ته هيءَ ملڪ مختلف تاريخي قومن ۽ انهن جي ڌار ڌار تاريخي وطنن تي مشتمل گهڻ قومي وفاقي رياست آهي. جنهن ۾ تاريخي قومون پنهنجي ڌار ثقافتي، اقتصادي ۽ سياسي مفادن کي گڏائي تاريخي ۽ فطري عمل ذريعي هڪ قوم طور اڏاوت ڪرڻي آهي. جنهن لاءِ نهايت ضروري آهي ته انهن جي تاريخي وطنن ۾ اُهي مڪمل خودمختيار ۽ خوداختيار هئڻ گهرجن. وفاقي حڪومت وٽ مرڪز ۾ دفاع، ڪرنسي، خارجه پاليسي، فارين ٽريڊ ۽ ڪجهه حصو ڪمنيوڪيشن کان علاوه تمام کاته صوبن حوالي هئڻ گهرجن، جنهن کي هلائڻ لاءِ مرڪز ۾ حصيداريءَ مطابق صوبن کي مالي وسيلا فراهم ڪرڻ گهرجن. ملڪ ۾ حقيقي طور اهڙو وفاقي پارلياماني نظام رائج هئڻ گهرجي، جنهن ۾ اهڙي خودمختيار پارليامينٽ جو قيام نهايت ضروري آهي، جيڪا ملڪ جي داخلي ۽ خارجي پاليسين ٺاهڻ وارو اڪيلو ۽ بااختيار ادارو هئڻ گهرجي، پارليامينٽ جي مٿين هائوس سينيٽ کي مني بل پاس ڪرڻ ۽

صوبن جا گورنر چونڊڻ جو اختيار حاصل هئڻ گهرجي.

پاڪستان ۾ اهڙو نظام هجي جنهن ۾ مذهب ۽ رياست کي الڳ ڪيو وڃي. ملڪ کي گهڻ قومي ملڪ مڃي حقيقي فيڊريشن کي مضبوط ڪرڻ لاءِ فيڊريٽنگ يونٽس (صوبن) کي اٽانامس (خودمختيار) بڻائي اختيار ۽ وسائل انهن جي حوالي ڪيا وڃن. پاڙيسري ملڪن سان تعلقات سڌاريا وڃن، اختلافي مسئلا ڳالهين ذريعي حل ڪيا وڃن، امن ۽ ڀائيچاري جو ماحول پيدا ڪري دفاعي بجيٽ جا پئسا عوامي بهتري ۽ ترقي تي خرچ ڪيا وڃن. ان طرح اسان هن، بنيادپرستي، انتهاپسندي، مذهبي جنونيت، دهشتگردي، اقتصادي، سياسي ۽ ثقافتي مسئلن کي منهن ڏئي سگهنداسون، ۽ پاڪستان هڪ وائيوبل ڊيموڪريٽڪ رياست بڻائي سگهنداسون. اهڙي طرح اتحاد انساني، امن عالم ۽ ترقي بني آدم جو بين الاقوامي حصول ممڪن ٿيندو.

**سيد جلال محمود**

صدر

سنڌ يونائيٽيڊ پارٽي

# عبوري آئين

1. ڪجهه سڄاڻ ۽ محب وطن شهرين پاڪستان ۽ خصوصن سنڌ جي سياسي صورتحال تي غور ويچار ڪرڻ کانپوءِ اهو طئي ڪيو تہ هڪ سياسي جمهوري پارٽي جو بنياد وڌو وڃي. جيڪا پارليامينٽري سياست ذريعي وفاق اندر قومي اڪاين جا حق وٺي. ان مقصد لاءِ هيٺين شخصيتن تي ٻڌل اسٽيئرنگ ڪميٽي تشڪيل ڏني وئي.
   1. سيد جلال محمود شاھ (سربراھ)
   2. سيد غلام شاھ (ميمبر)
   3. ڊاڪٽر خليل جان سرهندي (ميمبر)
2. سڄاڻ ۽ محب وطن شهرين جن اسٽيئرنگ ڪميٽي جوڙڻ ۾ حصو ورتو ۽ جيڪي عبوري جنرل ڪائونسل جا ميمبر ٿيا.

| | |
|---|---|
| 1. سيد جلال محمود شاھ | 2. ڊاڪٽر خليل جان سرهندي |
| 3. ڊاڪٽر مسز شاهين حسين ڪاظمي | 4. سيد غلام شاھ |
| 5. سيد مهر حسين شاھ | 6.ايڊووڪيٽ نورالدين سرڪي |
| 7. ڊاڪٽر مشتاق احمد شيخ | 8. انجنيئر عبدالعزيز ٻرڙو |
| 9. مير عبدالوهاب بلوچ | 10. الله بخش ٻرڙو |
| 11. سيد اصغر شاھ راشدي | 12. مسعود جوڻيجو |
| 13. عبدالرب پتافي | 14. روشن ٻگهيو |
| 15. ڪامريڊ روچيرام | 16. مير مولا بخش لغاري |
| 17. روشن ڪلهوڙو | 18. امير علي ٽيٻو |

3. جيستائين پارٽي ۾ ان جا ادارا قائم نٿا ٿي وڃن، تيستائين اسٽيئرنگ ڪميٽيءَ جو سربراهه C.E.C صدر (پارٽي صدر) جي حيثيت ۾ ذميواريون نڀائيندو.
4. اسٽيئرنگ ڪميٽي کي اهو اختيار ڏنو ويو ته اها پارٽي آئين / منشور پهرئين پارٽي ڪنوينشن تائين ڊرافٽ ڪري جنهن ڪانپوءِ اسٽيئرنگ ڪميٽي ٽن ميمبرن تي مشتمل آئيني ڪميٽي جوڙي جنهن جا ميمبر هي هئا.
   1. سيد غلام شاهه
   2. سيد مهر حسين شاهه
   3. ڊاڪٽر مسز شاهين حسين ڪاظمي
5. طئي ڪيو ويو ته پهريون پارٽي ڪنوينشن 9 ڊسمبر 2006ع تي ڄامشوري ۾ منعقد ڪيو ويندو.
6. آئيني ڪميٽي هي دستاويز (آئين) تيار ڪيو ته جيئن پارٽي طرف باقاعدگي سان وڌي سگهجي. هن ڊرافٽ جي ابتدائي منظوري عبوري جنرل ڪائونسل ڏني ۽ اُن جي باقاعده منظوري پهريون پارٽي ڪنوينشن ڏيندو.
7. رڪنيت سازي، ڊسٽرڪٽ آرگنائيزر مقرر ڪرڻ، پهريون پارٽي ڪنوينشن سڏائڻ ۽ پهريون پارٽي چونڊون ڪرائڻ لاءِ سمورا اختيار اسٽيئرنگ ڪميٽي کي سونپيا ويا.

انهن سمورن فيصلن تي عمل درآمد لاءِ اسٽيئرنگ ڪميٽي، سينٽرل ايگزيڪيوٽو ڪميٽي (C.E.C) جو ڪردار ادا ڪندي رهندي ۽ پنهنجي عملن جي سينٽرل ڪميٽي (C.C) کان توثيق ڪرائيندي ۽ جيڪڏهن توثيق نٿي ٿئي ته جنرل ڪائونسل (G.C) جو اجلاس ڪوٺايو ويندو جنهن جو فيصلو ختمي هوندو.

8. هن ڊرافٽ (آئين) جي باضابطه منظوري 2006_12_09 تي ڄامشوري ۾ منعقد ٿيل پهرئين پارٽي ڪنوينشن ڏني.

# آئين

## 1. نالو

i. پارٽي جو نالو "سنڌ يونائيٽيڊ پارٽي" هوندو.
ii. پارٽي جو مخفف ايس يو پي(.S.U.P) هوندو.

## 2. جهنڊو

i. پارٽي جو جهنڊو اڇي ۽ ڳاڙهي رنگ تي مشتمل مستطيل شڪل ۾ هوندو.
ii. اڇي رنگ جو تناسب 1/3 جهنڊي جي ڏنڊي واري طرف جڏهن ته ڳاڙهي رنگ جو تناسب 2/3 جهنڊي جو ڦڙڪندڙ حصو هوندو.
iii. اڇو رنگ امن، ايڪتا ۽ اتحاد جي علامت طور رکيو ويو آهي
iv. ڳاڙهو رنگ معاشي، صنعتي، ذرعي، تعليمي، ۽ جمهوري انقلاب جي علامت طور رکيو ويو آهي.

## 3. سيڪريٽريٽ

i. پارٽي جي مرڪزي سيڪريٽريٽ ڪراچي ۾ هوندي.

## 4. ميمبرشپ

### A. ميمبرشپ جا شرط

i. پاڪستان جو شهري هوندو.
ii. سندس عمر 18 سال يا ان کان وڌيڪ هجي.
iii. سالم دماغ هجي.

iv. ڪنهن به اخلاقي ڏوهه ۾ عدالت کان سزا يافته نه هجي.
v. ڏوهاري پسمنظر رکندڙ نه هجي ۽ نيڪ نام هجي.
vi. ڪنهن ٻي سياسي پارٽي جو ميمبر نه هجي.
vii. مٿين شرطن تي پورو لهندڙ ڪو به شخص(مرد/عورت) 10 رپيا ميمبر شپ في ادا ڪري بنيادي ميمبرشپ فارم تي صحيح ڪري سنڌيونائيٽيڊ پارٽي جي آئين / منشور ۽ ضابطن جي پابندي ڪرڻ جو عهد ڪندو انهي کي پارٽي جو بنيادي ميمبر شمار ڪيو ويندو.

## B. ميمبر جا فرض ۽ اختيار

i. پارٽي جو بنيادي ميمبر لاڳاپيل حدن جي وارڊ کان مرڪز جي ڪنهن به عهدي تي چونڊجڻ يا مقرر ٿيڻ جو حق رکي ٿو.
ii. پارٽي جي منشور سياسي سماجي ۽ قومي مسئلن تي سجاڳي پيدا ڪرڻ لاءِ ڪردار ادا ڪندو.
iii. پارٽي جي هر فيصلي جي پاسداري ڪندي انهي تي عمل ڪرڻ ۽ سونپيل ڪم کي ذميواري سان نڀائڻ جو پابند هوندو.
iv. بنيادي ميمبر هر ٽئين سال 100 رپيا پارٽي جي ميمبرشپ في ادا ڪندو.
v. پارٽي جي مقرر في وقت تي ادا ڪندو.
vi. پارٽي فنڊ ادا ڪرڻ لاءِ پابند هوندو.
vii. لاڳاپيل سطح تي گڏجاڻي ۾ شرڪت ڪرڻ لاءِ پابند هوندو.

## 5. پارٽي ڍانچو

i. وارڊ
ii. وارڊ باڊي
iii. يونين ڪائونسل/ٽائون ڪائونسل/ميونسپل ڪائونسل / يونين ڪميٽي
iv. يونين باڊي/ٽائون باڊي/ ميونسپل باڊي
v. تعلقا ڪائونسل/ميونسپل ڪارپوريشن ڪائونسل

vi. تعلقا باڊي/ميونسپل ڪارپوريشن باڊي
vii. ضلعا ڪائونسل
viii. ضلعي باڊي
ix. ڊويزنل ڪائونسل
x. ڊويزنل صدر
xi. سينٽرل ايگزيڪيوٽو باڊي
xii. سينٽرل ايگزيڪيوٽو ڪميٽي
xiii. سينٽرل ڪميٽي
xiv. جنرل ڪائونسل

## 6. وارڊ

### A. جوڙجڪ

i. پارٽي جو بنيادي يونٽ مقامي حڪومت جي يونين ڪائونسل، يونين ڪميٽي، ٽائون ڪميٽي ۽ ميونسپل ڪميٽي جي وارڊ تي مشتمل هوندو.
ii. بنيادي يونٽ قائم ڪرڻ لاءِ گهٽ ۾ گهٽ 10 بنيادي ميمبرن جو هجڻ لازم شرط هوندو.

### B. ڪم ۽ اختيار

i. پارٽي جي منشور، سياسي سماجي ۽ قومي مسئلن تي سجاڳي پيدا ڪرڻ لاءِ ڪردار ادا ڪندو.
ii. هي ادارو يونٽ جي صدر جي هر ٽئين سال چونڊ ڪندو.

## 7. وارڊ باڊي

### A. جوڙجڪ

i. وارڊ صدر
ii. وارڊ سيڪريٽري

iii. وارڊ فنانس سيڪريٽري

iv. وارڊ جو صدر چونڊجڻ بعد وارڊ جي بنيادي ميمبرن مان ڪنهن کي بہ يونٽ سيڪريٽري ۽ يونٽ فنانس سيڪريٽري مقرر ڪرڻ جو مجاز هوندو.

## B. ڪم ۽ اختيار

i. وارڊ باڊي جي گڏجاڻي وارڊ سيڪريٽري وارڊ صدر جي منظوري سان هر 15 ڏينهن سڏائيندو.

ii. يونٽ باڊي وارڊ جي حدن ۾ سياسي ۽ تنظيمي ڪم جو جائزو وٺندي ۽ عملدرآمد ڪرائيندي.

iii. وارڊ صدر لاڳاپيل حد جي يونين ڪائونسل/يونين ڪميٽي/ٽائون ڪائونسل/ميونسپل ڪائونسل جو ميمبر هوندو.

iv. وارڊ فنانس سيڪريٽري يونٽ جي بنيادي رڪن کان فيون ۽ فنڊ جمع ڪرڻ سان گڏوگڏ پارٽي لاءِ جائز مالي وسيلن پيدا ڪرڻ لاءِ ڪوششون وٺندو.

v. وارڊ باڊي ميمبرن کان مليل في جو25سيڪڙو پاڻ خرچ ڪرڻ جو مجاز هوندي.

vi. 75 سيڪڙو في لاڳاپيل حدن جي يونين باڊي/ٽائون باڊي /ميونسپل باڊي جي فنانس سيڪريٽري کي پهچائيندي.

vii. وارڊ باڊي جو مدو ٽي سال هوندو.

# 8. يونين ڪائونسل/ٽائون ڪائونسل/ميونسپل ڪائونسل/يونين ڪميٽي

## A. جوڙجڪ

i. يونين ڪائونسل/ٽائون ڪائونسل/ميونسپل ڪائونسل /يونين ڪميٽي لاڳاپيل حدن جي وارڊن جي صدرن ۽ يونين باڊي/ٽائون

باڊي/ ميونسپل باڊي جي عهديدارن تي مشتمل هوندي.

### B. ڪم ۽ اختيار

i. هي ادارو لاڳاپيل حدن جي يونين باڊي/ٽائون باڊي/ ميونسپل باڊي جي صدر جي چونڊ ڪندو.

ii. هن اداري جي گڏجاڻي هر ٻئي مهيني سڏائي ويندي.

iii. باڊي جي ڪيل فيصلن ۽ عملدرآمد جي توسيع ڪندو.

iv. سياسي ۽ تنظيمي ڪم جو جائزو وٺڻ جي مجاز هوندي.

v. هن اداري جو مدو ٽي سال هوندو.

## 9. يونين باڊي/ٽائون باڊي/ ميونسپل باڊي

### A. جوڙجڪ

i. صدر

ii. نائب صدر

iii. سيڪريٽري

iv. ڊپٽي سيڪريٽري

v. فنانس سيڪريٽري

vi. يونين باڊي/ٽائون باڊي/ ميونسپل باڊي جو چونڊيل صدر لاڳاپيل حدن جي بنيادي ميمبرن مان باڊي جي نائب صدر، سيڪريٽري، ڊپٽي سيڪريٽري ۽ فنانس سيڪريٽري جي مقرري ڪندو.

### B. ڪم ۽ اختيار

i. يونين باڊي/ٽائون باڊي/ ميونسپل باڊي جي گڏجاڻي لاڳاپيل سيڪريٽري صدر جي منظوري سان هر مهيني سڏائيندو.

ii. يونين باڊي/ٽائون باڊي/ ميونسپل باڊي جو صدر لاڳاپيل حد جي تعلقا ڪائونسل جو ميمبر هوندو.

iii. يونين باڊي/ٽائون باڊي/ ميونسپل باڊي جو فنانس سيڪريٽري

يونٽن کان مليل فيون ۽ فنڊ جمع ڪرڻ سان گڏوگڏ پارٽي لاءِ جائز مالي وسيلن پيدا ڪرڻ لاءِ ڪوششون وٺندو.

iv. مليل فڊ جو 25سيڪڙو پاڻ خرچ ڪرڻ جو مجاز هوندي.

v. 75 سيڪڙو في لاڳاپيل حدن جي تعلقي ڪميٽي جي فنانس سيڪريٽري کي پهچائيندي.

vi. يونين باڊي/ٽائون باڊي/ ميونسپل باڊي جو مدو ٽي سال هوندو.

## 10.تعلقا ڪائونسل

### A. جوڙجڪ

i. تعلقا ڪائونسل لاڳاپيل حدن جي يونين باڊي/ٽائون باڊي /ميونسپل باڊي جي صدرن تي مشتمل هوندي.

ii. تعلقا باڊي تعلقا ڪائونسل جي ميمبر هوندي.

iii. لاڳاپيل تعلقي جي مقامي چونڊن ۾ چونڊجي آيل يا ٻئي پوزيشن حاصل ڪندڙ پارٽي جاميمبر پڻ تعلقي ڪائونسل جا ميمبر هوندا.

### B. ڪم ۽ اختيار

i. هي ادارو تعلقا ڪميٽي جي صدر جي چونڊ ڪندو.

ii. هن اداري جي گڏجاڻي هر ٻئي مهيني سڏائي ويندي.

iii. هن اداري جو مدو ٽي سال هوندو.

## 11.تعلقا باڊي

### A. جوڙجڪ

i. صدر

ii. نائب صدر

iii. سيڪريٽري

iv. ڊپٽي سيڪريٽري

v. فنانس سيڪريٽري
vi. انفارميشن سيڪريٽري

B. ڪم ۽ اختيار

i. تعلقا ڪميٽي جو صدر لاڳاپيل تعلقي جي عهديدارن جي مقرري ڪندو.
ii. تعلقي جو صدر ضلعي ڪائونسل ۽ مرڪزي جنرل ڪائونسل جو ميمبر هوندو.
iii. هي باڊي لاڳاپيل حدن اندر سياسي ۽ تنظيمي ڪم جو جائزو وٺندي.
iv. مليل في جو 15 سيڪڙو پاڻ خرچ جي مجاز هوندي، باقي ڊسٽرڪٽ باڊي کي پهچائيندي.
v. هن اداري جي گڏجاڻي هر مهيني ٿيندي.

## 12.ميونسپل ڪارپوريشن ڪائونسل

A. جوڙجڪ

i. ميونسپل ڪارپوريشن جي حدن اندر موجود يونين ڪميٽين جي صدرن تي مشتمل هوندي.
ii. ميونسپل ڪارپوريشن جي باڊي ڪائونسل جي ميمبر هوندي.
iii. لاڳاپيل ميونسپل ڪارپوريشن اندر مقامي چونڊن ۾ چونڊجي آيل يا ٻئي پوزيشن حاصل ڪندڙ پارٽي اميدوار ڪائونسل جا ميمبر هوندا.

B. ڪم ۽ اختيار

i. هي ادارو ميونسپل ڪارپوريشن ڪائونسل جي صدر جي چونڊ ڪندو.
ii. هن اداري جي گڏجاڻي هر ٻئي مهيني سڏائي ويندي.
iii. هن اداري جو مدو ٽي سال هوندو.

## 13.ميونسپل ڪارپوريشن ڪائونسل باڊي

### A. جوڙجڪ

i. صدر
ii. نائب صدر
iii. سيڪريٽري
iv. ڊپٽي سيڪريٽري
v. فنانس سيڪريٽري
vi. انفارميشن سيڪريٽري.

### B. ڪم ۽ اختيار

i. ميونسپل ڪارپوريشن جو صدر باقي عهديدارن جي مقرري ڪندو.
ii. ميونسپل ڪارپوريشن جو صدر ضلعي ڪائونسل ۽ مرڪزي جنرل ڪائونسل جو ميمبر هوندو.
iii. ميونسپل ڪارپوريشن جي تنظيمي باڊي ڪارپوريشن جي حدن ۾ پارٽي جي سياسي سرگرمين ۽ تنظيم ٺاهڻ لاءِ ذميوار هوندي.

## 14.ضلعي ڪائونسل

### A. جوڙجڪ

i. ضلعي ڪائونسل لاڳاپيل حدن جي تعلقن، ميونسپل ڪارپوريشن، ٽائون باڊي ۽ ميونسپل باڊي جي صدرن تي مشتمل هوندي.
ii. ضلعي باڊي جا عهديدار ضلعي ڪائونسل جا ميمبر هوندا.
iii. ضلعي جي مقامي چونڊن ۾ چونڊجي آيل يا چونڊن ۾ حصو وٺي ٻئي پوزيشن حاصل ڪندڙ پارٽي جا ميمبر پڻ ضلعي ڪائونسل جا ميمبر هوندا.

### B. ڪم ۽ اختيار

i. ضلعي ڪائونسل ضلعي صدر جي چونڊ ڪندي.
ii. ضلعي ڪائونسل اداري جو مدو ٽي سال هوندو.
iii. ضلعي ڪائونسل جو اجلاس سال ۾ هڪ ڀيرو ٿيندو.

## 15. ضلعي باڊي

### A. جوڙجڪ

i. صدر
ii. سينئر نائب صدر
iii. نائب صدر
iv. سيڪريٽري
v. ڊپٽي سيڪريٽري
vi. فنانس سيڪريٽري
vii. انفارميشن سيڪريٽري.

### B. ڪم ۽ اختيار

i. ضلعي صدر چونڊجڻ بعد لاڳاپيل ضلعي باڊي جي عهديدارن جي مقرري ڪندو.
ii. ضلعي صدر سينٽرل ڪميٽي جو ميمبر هوندو.
iii. ضلعي صدر ۽ ضلعي سيڪريٽري جنرل ڪائونسل جا ميمبر هوندا.
iv. ڊسٽرڪٽ باڊي ضلعي ۾ سياسي ۽ تنظيمي ڪم جو جائزو وٺندي.
v. ڊسٽرڪٽ باڊي تعلقا/ ٽائون ڪميٽين ڪان مليل فيءَ جو 10 سيڪڙو پاڻ خرچ ڪرڻ جي مجاز هوندي ۽ باقي في سينٽرل ايگزيڪيوٽو ڪميٽي (C.E.C) کي پهچائيندي.
vi. ڊسٽرڪٽ باڊي جي گڏجاڻي هر مهيني ٿيندي.
vii. ڊسٽرڪٽ باڊي جو مدو ٽي سال هوندو.

## 16.ڊويزنل ڪائونسل

### A. جوڙجڪ

i. ڊويزنل صدر، لاڳاپيل حدن جا ضلعي صدر ۽ سيڪريٽري ڊويزنل ڪائونسل جا ميمبر هوندا.

### B. ڪم ۽ اختيار

i. ڊويزنل ڪائونسل ڊويزنل صدر جي چونڊ ڪندي.
ii. ڊويزنل ڪائونسل جو اجلاس هر ڇهين مهيني ٿيندو.

## 17.ڊويزنل صدر

### A. جوڙجڪ

i. ڊويزنل صدر کي ڊويزنل ڪائونسل چونڊيندي.
ii. لاڳاپيل ڊويزن جو ڪو بہ پارٽي ميمبر ڊويزنل صدر جي عهدي تي اميدوار ٿي سگهندو بشرط ڊويزن ڪائونسل مان ڪن بہ ٻن ميمبرن جي تصديق ۽ تائيد لازم هوندي.

### B. ڪم ۽ اختيار

i. ڊويزنل صدر سينٽرل ايگزيڪيوٽو ڪميٽي جو ميمبر هوندو.
ii. ڊويزنل صدر ضلعن ۽ مرڪز وچ ۾ رابطي جو ڪم ڪندو.
iii. ڊويزنل صدر (C.E.C) ۽ مرڪزي باڊي جي ڪيل فيصلن کي ضلعن اندر رابطو ڪري عمل درآمد ڪرائيندو.
iv. ڊويزنل صدر ضلعي ڪائونسل ۽ ذيلي ادارن جا اجلاس طلب ڪرڻ جو مجاز هوندو. ۽ پنهنجي ڊويزن جي حدن اندر ضلعي باڊين جي پڻ صدارت ڪندو.

## 18.سينٽرل ايگزيڪيوٽو باڊي

### A. جوڙجڪ

i. صدر
ii. سنيئر نائب صدر
iii. نائب صدر(1)
iv. نائب صدر(2)
v. جنرل سيڪريٽري
vi. ڊپٽي جنرل سيڪريٽري
vii. جوائنٽ سيڪريٽري
viii. فنانس سيڪريٽري
ix. انفارميشن سيڪريٽري

### B. ڪم ۽ اختيار

i. صدر چونڊجڻ بعد مرڪزي باڊي جي عهديدارن جي مقرري ڪندو.
ii. مرڪزي باڊي جو اجلاس هر مهيني ٿيندو.

## 19.سينٽرل ايگزيڪيوٽو ڪميٽي

### A. جوڙجڪ

i. سينٽرل ايگزيڪيوٽو ڪميٽي جي ميمبرن جو جملي تعداد 23 هوندو.
ii. مرڪزي باڊي ۽ ڊويزنل صدر سينٽرل ايگزيڪيوٽو ڪميٽي جا ميمبر هوندا.
iii. پارٽي صدر سينٽرل ايگزيڪيوٽو ڪميٽي جي باقي (6) ميمبرن جي مقرري ڪندو.

### B. ڪم ۽ اختيار

i. سينٽرل ايگزيڪيوٽو ڪميٽي جو اجلاس هر ٽئين مهيني ٿيندو.
ii. سينٽرل ايگزيڪيوٽو ڪميٽي جا جملي ميمبر سينٽرل ڪميٽي جا ميمبر هوندا.
iii. مرڪزي باڊي جي ڪيل فيصلن ۽ عملدرآمد جي منظوري ڏيندو.
iv. سياسي ۽ تنظيمي معاملن جو جائزو وٺڻ بعد فيصلن تي عمل درآمد ڪرائڻ لاءِ ڪوششون وٺندو.

## 20. سينٽرل ڪميٽي

### A. جوڙجڪ

i. سينٽرل ايگزيڪيوٽو ڪميٽي جا 23 ميمبر
ii. گڏريل ڊينيوٽر جا مرڪزي باڊي جا عهيدار
iii. پارٽي صدر طرفان جوڙيل شعبن جا ميمبر ۽ سربراهه
iv. ضلعي صدر
v. ذيلي فرنٽن جا صدر
vi. سينيٽ، قومي ۽ صوبائي اسيمبلي جا چونڊيل ميمبر يا اليڪشن ۾ حصو وٺندڙ متوقع اميدوار جن جو تعين پارٽي صدر ڪندو.

### B. ڪم ۽ اختيار

i. سينٽرل ڪميٽي جو اجلاس هر ڇهين مهيني لازم هوندو.
ii. سينٽرل ايگزيڪيوٽو ڪميٽي جي ڪيل فيصلن ۽ عمل درآمد جي منظوري ڏيندو.

## 21.جنرل ڪائونسل

### A. جوڙجڪ

i. سينٽرل ڪميٽي جا ميمبر
ii. ضلعي صدر سينئر نائب صدر ۽ سيڪريٽري
iii. تعلقا، ٽائون، ميونسپل ۽ ميونسپل ڪارپوريشن جا صدر
iv. ليڊيز ونگ جي مرڪزي باڊي ۽ سنڌن ضلعي صدر
v. لاٽرز فورم جي مرڪزي باڊي ۽ سنڌن ضلعي صدر

### B. ڪم ۽ اختيار

i. جنرل ڪائونسل پارٽي صدر چونڊيندي، جنرل ڪائونسل ۽ صدر جو مدو ٽي سال هوندو.
ii. هي پارٽي جو اعليٰ ترين ادارو هوندو. پارٽي جي سياسي ۽ تنظيمي ڪارڪردگي جو جائزو وٺندو ۽ سينٽرل ڪميٽيءَ جي فيصلن جو توثيق ڪندو يا ان متعلق ڪو به فيصلو ڪرڻ ۾ بااختيار هوندو.
iii. جنرل ڪائونسل آئين/ منشور پاس ڪرڻ يا ان ۾ ترميم ڪرڻ جي مجاز هوندي. آئيني ترميم لاءِ موجود ميمبرن جو 2/3 جي اڪثريت ضروري هوندي. اهڙي اجلاس جو ڪورم ميمبرن جي مجموعي تعداد جو اڌ هوندو.
iv. جنرل ڪائونسل اڪثريت راءِ سان مرڪزي صدر تي عدم اطمينان جو اظهار ڪري نئين ُچونڊ ڪرائي سگهندي.
v. مرڪزي صدر تي عدم اطمينان وقت سندس مقرر ڪيل مرڪزي باڊي پڻ ختم ٿي ويندي.
vi. مرڪزي باڊي جي ٽٽڻ بعد ٽن مهينن لاءِ 5 ميمبرن تي مشتمل عبوري مرڪزي آرگنائيزنگ ڪميٽي جوڙيندي. جيڪا مقرر مدي لاءِ پارٽي ڪار ونهوار هلائيندي پر مرڪزي صدر جي چونڊ ۾ حصو وٺڻ جي مجاز نه هوندي.

vii. جنرل ڪائونسل جو اجلاس ٽن سالن ۾ گهٽ ۾ گهٽ ھڪ ڀيرو ٿيندو.

viii. جنرل ڪائونسل جو هنگامي اجلاس پارٽي صدر ڪنهن به وقت ڪوٺائي سگهندو. ان ڪان علاوه. جنرل ڪائونسل جو هنگامي اجلاس، ڪائونسل جا 1/3 ميمبر مجموعي ميمبرن جو 1/3 پڻ ڪوٺائي سگهندا.

ix. جنرل ڪائونسل سميت پارٽي ادارن جي اجلاسن جو ڪورم سادي اڪثريت هوندو.

## 22. مرڪزي عهديدارن جون ذميواريون ۽ اختيار

### A. پارٽي صدر

i. پارٽيءَ جو سياسي ۽ انتظامي سربراھ هوندو.

ii. مرڪزي ايگزيڪيوٽو باڊي، سينٽرل ايگزيڪيوٽو ڪميٽي، سينٽرل ڪميٽي ۽ جنرل ڪائونسل جي اجلاسن جي صدارت ڪندو.

iii. اجلاس ۾ راءِ برابر ٿيڻ جي صورت ۾ پنهنجو فيصلاڪن ووٽ ڏيندو.

iv. پارٽي جي ڪنهن به اداري جو هنگامي اجلاس ڪوٺائڻ جو مجاز هوندو.

v. پارٽي جي ڪنهن به ميمبر کي اضافي ذميواري ڏيڻ جو مجاز هوندو.

vi. پارٽي جي ڪنهن به ذيلي يونٽ کي تحليل ڪرڻ ۽ ڪنهن به عهدي تي عارضي مقرري ڪرڻ جو مجاز هوندو.

vii. پارٽي جي ڪنهن به عهديدار يا ميمبر پاران آئين / منشور يا پاليسي جي ڀڃڪڙي/ خلاف ورزي جي صورت ۾ لاڳاپيل عهديدار يا ميمبر خلاف تاديبي ڪاروائي ڪرڻ جو مجاز هوندو.

viii. ڪنهن به هنگامي / بحراني صورتحال ۾ پارٽي مفاد ۾ ڪي به فيصلا ڪرڻ جو مجاز هوندو پر جيڪي پارٽي آئين سان ٽڪراءَ ۾ نہ هجن ۽ انهن جي توثيق C.C ۾ ڪئي ويندي.

ix. پارٽي مفاد ۾ ضرورت پوڻ تي هڪ يا وڌيڪ خصوصي ڪميٽيون جوڙڻ جو مجاز هوندو.

x. پارٽي صدر سينٽرل باڊي، سينٽرل ايگزيڪيوٽو ڪميٽي ۽ سينٽرل ڪميٽي ۾ خالي ٿيل جاين تي پارٽي جي ڪنهن به ميمبر کي مقرري ڪري سگهندو.

xi. پارٽي جي تنظيمي واڌ ويجهه کي نظر ۾ رکندي، پارٽي جنرل سيڪريٽري پاران لکت ۾ موڪليل سفارشن جي بنيادن تي ضلعن، تعلقن/ ٽائونن ۽ ميونسپلن جي حدبندين ۾ ڦيرڦار جو حتمي فيصلو ڪندو.

## B. سينيئر نائب صدر بشمول نائب صدر

i. پارٽي صدر جي غير موجودگيءَ ۾ صدارتي ذميواريون باالترتيب سرانجام ڏيندو.

ii. پارٽي صدر پاران سونپيل ڪي به ذميواريون سرانجام ڏيندو.

iii. مختلف سياسي فورمن پاران سڏايل اجلاسن ۾ پارٽيءَ جي نمائندگي ۽ سربراهي ڪندو.

## C. جنرل سيڪريٽري

i. پارٽيءَ جو انتظامي نگران هوندو.

ii. پارٽيءَ سان لاڳاپيل سموري خط و ڪتابت ڪندو.

iii. پارٽيءَ جو رڪارڊ رکندو.

iv. پارٽيءَ جي ڪنهن به ذيلي يونٽ جو رڪارڊ چيڪ ڪرڻ جو مجاز هوندو.

v. C.E.C جي ڪارڪردگي رپورٽ C.C ۾ ۽ C.C جي رپورٽ جنرل ڪائونسل ۾ پيش ڪندو.

vi. صدر جي مشوري سان اجلاسن جي ايجنڊا ترتيب ڏيندو.

vii. پارٽيءَ جا سمورا اجلاس ڪوٺائڻ ۽ اجلاس هلائڻ جو ذميوار هوندو.

viii. مختلف ادارن جي اجلاسن ۾ ٿيل فيصلا لاڳاپيل ادارن ۽ عهديدارن تائين پهچائيندو.

ix. اهي سمورا اختيار استعمال ڪرڻ جو مجاز هوندو جيڪي سينٽرل ڪميٽي يا جنرل ڪائونسل کيس ڏيندي.

x. پارٽيءَ جي سمورن ملازمن جي ڪم جي نگراني، کين موڪل ڏيڻ يا معطل ڪرڻ جو مجاز هوندو پر صدر جي اجازت کانسواءِ ڪنهن به ملازم کي برطرف نه ڪري سگهندو.

xi. هنگامي / بحراني صورتحال ۾ کيس صدر جي منظوريءَ سان غير رواجي قدم کڻڻ جو اختيار هوندو جيڪي ڪنهن به طرح پارٽي آئين سان ٽڪراءَ ۾ نه هجن. اهڙا قدم ايندڙ سينٽرل ڪميٽي جي اجلاس ۾ توثيق پيش ڪرڻ لازمي هوندا.

xii. پارٽي جي واڌ ويجهه سبب پارٽي جي ڪم کي وڌائڻ لاءِ يوسين، تعلقن، ضلعن، ڊويزن جي انتظامي حدبندين ۾ ڦيرقار لاءِ پارٽي صدر کي لکت ۾ سفارشون پيش ڪندو.

### D. ڊپٽي جنرل سيڪريٽري.

i. جنرل سيڪريٽري جو معاون هوندو ۽ ان جي نگراني ۾ اهي سمورا ڪم سرانجام ڏيندو جيڪي کيس سونپيا ويا هجن.

ii. جنرل سيڪريٽري جي غير موجودگي جي صورت ۾ جنرل سيڪريٽري جا فرض ۽ اختيار کيس حاصل هوندا.

### E. جوائنٽ سيڪريٽري

i. جنرل سيڪريٽري جو معاون هوندو ۽ ان جي نگراني ۾ اهي سمورا ڪم سرانجام ڏيندو جيڪي کيس سونپيا ويا هجن.

### F. انفارميشن سيڪريٽري.

i. جنرل سيڪريٽري پاران ڏنل ڪم سرانجام ڏيندو.

ii. پارٽي پروگرام ۽ پاليسين جي تشهير لاءِ اُپاءَ وٺندو ۽ جدت

وٺندو ۽ جدت آڻيندو.

iii. پريس ڪانفرنس جي بندوبست ۽ پريس رليز جاري ڪرڻ جو مجاز هوندو.

iv. پارٽي پروگرامن ۽ سرگرمين بابت پريس رڪارڊ رکندو.

### G. فنانس سيڪريٽري

i. پارٽي في / فنڊ گڏ ڪرڻ ۽ وڌائڻ لاءِ اُپاءَ وٺندو.

ii. ذيلي يونٽن کان وصول ٿيل في طئي ٿيل شرح موجب مرڪزي آفيس کي پهچائيندو.

iii. ذيلي يونٽن جي فنڊن ۽ خرچن جي آڊٽ ڪندو.

iv. کيس اهو اختيار هوندو ته صدر يا صدر پاران نامزد ڪيل ڪنهن ٻئي عهديدار سان ملي گڏيل بئنڪ اڪائونٽ آپريٽ ڪري.

v. پارٽي فنڊن ۽ خرچن جو رڪارڊ رکندو ۽ فنڊ وڌائڻ لاءِ اُپاءِ وٺندو.

## 23.ضلعي عهديدار

### A. ضلعي صدر.

i. ڊسٽرڪٽ باڊي جو سربراهه هوندو.

ii. ڊسٽرڪٽ باڊي ۽ ذيلي يونٽن جي مجموعي ڪارڪردگي بهتر بڻائڻ لاءِ اُپاءَ وٺندو.

iii. پارٽي کي ضلعي، تعلقي ۽ يونين سطح تي منظم ڪندو.

iv. ضلعي ۽ مرڪز وچ ۾ رابطي جو ڪم ڪندو.

v. ضلعي باڊي ۽ لاڳاپيل حدن جي يونٽن جي اجلاسن جي صدارت ڪندو.

vi. ضلعي باڊي ۽ ذيلي يونٽن جا اجلاس طلب ڪرڻ جو مجاز هوندو.

B. ضلعي سينيئر نائب صدر / نائب صدر.

i. صدر جي غير موجودگي ۾ صدر جون ذميواريون نڀائيندو.

ii. صدر پاران سونپيل سموريون ذميواريون نڀائيندو.

C. ڊسٽرڪٽ سيڪريٽري

i. ڊسٽرڪٽ ڪميٽي جي صدر جي مشوري سان اجلاسن جي ايجنڊا ترتيب ڏيندو.

ii. ڊسٽرڪٽ ڪميٽي، مرڪز ۽ ذيلي يونٽن سان لاڳاپيل خط و ڪتابت ڪندو.

iii. پارٽي / ڪميٽيءَ جو رڪارڊ رکندو.

iv. ڪنهن به ذيلي يونٽ جو رڪارڊ چيڪ ڪرڻ جو مجاز هوندو.

v. صدر جي مشوري سان اجلاس ڪوٺائڻ ۽ اجلاس هلائڻ جو ذميوار هوندو.

vi. صدر پاران مليل سموريون ذميواريون نڀائيندو.

D. ڊپٽي سيڪريٽري

i. ڊسٽرڪٽ سيڪريٽري جو معاون هوندو ۽ ان جي نگراني ۾ اهي سمورا ڪم سرانجام ڏيندو جيڪي کيس سونپيا ويا هجن.

ii. ڊسٽرڪٽ سيڪريٽري جي غيرموجودگي ۾ ان جا فرض ۽ اختيار کيس حاصل هوندا.

E. فنانس سيڪريٽري

i. پارٽي /في فنڊ گڏ ڪرڻ ۽ وڌائڻ لاءِ اُپاءَ وٺندو.

ii. ذيلي يونٽن کان وصول ٿيل في طئي ٿيل شرح موجب مرڪزي آفيس کي پهچائيندو.

iii. ذيلي يونٽن جي فنڊ ن ۽ خرچن جي آڊٽ ڪندو.

iv. کيس اهو اختيار هوندو ته صدر يا صدر پاران نامزد ڪيل ڪنهن بئي عهديدار سان ملي گڏيل بئنڪ اڪائونٽ آپريٽ ڪري.

v. پارٽي فنڊن ۽ خرچن جو رڪارڊ رکندو.

### F. انفارميشن سيڪريٽري

i. ڊسٽرڪٽ سيڪريٽري پاران ڏنل ڪم سرانجام ڏيندو.
ii. پارٽي پروگرام ۽ پاليسين جي تشهير لاءِ اُپاءَ وٺندو.
iii. پريس ڪانفرنس جي بندوبست ۽ پيس رليز جاري ڪرڻ جو مجاز هوندو.

## 24. تعلقي باڊي عهديدار

### A. تعلقا صدر

i. تعلقي جو سربراهہ هوندو.
ii. تعلقي ۽ ذيلي يونٽن جي مجموعي ڪارڪردگي بهتر بڻائڻ لاءِ اُپاءَ وٺندو.
iii. پارٽي کي تعلقي ۽ يونين سطح تي منظم ڪندو.
iv. تعلقا/ٽائون ڪميٽي ۽ ذيلي يونٽ جا اجلاس طلب ڪرڻ ۽ انهن اجلاسن جي صدارت ڪرڻ جو مجاز هوندو.

### B. تعلقا نائب صدر

i. صدر جي غير موجودگي ۾ صدر جون ذميواريون نڀائيندو.
ii. صدر پاران ڏنل ذميواريون نڀائيندو.

### C. تعلقا سيڪريٽري

i. تعلقا صدر جي مشوري سان اجلاس ڪوٺائڻ ۽ اجلاس هلائڻ جو ذميوار هوندو.
ii. تعلقا صدر جي مشوري سان اجلاس جي ايجنڊا ترتيب ڏيندو.
iii. ضلعي ۽ ذيلي يونٽن سان لاڳاپيل خط و ڪتابت ڪندو.
iv. پارٽي جو رڪارڊ رکندو.
v. صدر پاران مليل ذميواريون نڀائيندو.

D. ڊپٽي سيڪريٽري

i. تعلقا/ٽائون سيڪريٽري جو معاون هوندو ۽ ان جي نگراني ۾ اهي سمورا ڪم سرانجام ڏيندو جيڪي کيس سونپيا ويا هجن.

ii. تعلقا/ٽائون سيڪريٽري جي غير موجودگي ۾ ان جا فرض ۽ اختيار کيس حاصل هوندا.

E. فنانس سيڪريٽري

i. پارٽي فِي/فنڊ گڏ ڪرڻ ۽ وڌائڻ لاءِ اُپاءَ وٺندو.

ii. ڏيلي يونٽن کان وصول ٿيل في طئي ٿيل شرح سان ڊسٽرڪٽ ڪميٽي کي پهچائيندو.

iii. ڏيلي يونٽن جي فنڊن ۽ خرچن جي آڊٽ ڪندو.

iv. کيس اهو اختيار هوندو ته صدر يا صدر پاران نامزد ڪيل ڪنهن به ٻئي عهديدار سان ملي گڏيل بئنڪ اڪائونٽ آپريٽ ڪري.

v. پارٽي فنڊن ۽ خرچن جو رڪارڊ رکندو.

F. انفارميشن سيڪريٽري

i. تعلقا/ٽائون سيڪريٽري پاران ڏنل ڪم سرانجام ڏيندو.

ii. پارٽي پروگرام ۽ پاليسين جي تشهير لاءِ اُپاءَ وٺندو.

iii. پريس ڪانفرس جي بندوبست ۽ پريس رليز جاري ڪرڻ جو مجاز هوندو.

## 25.ميونسپل ڪارپوريشن باڊي عهديدار

i. ميونسپل ڪارپوريشن جا عهديدار لاڳاپيل حدن ۾ تعلقي باڊي جي عهديدارن جي برابر هوندا.

## 26.يونين باڊي

A. يونين صدر

i. يونين ڪميٽي جو سربراهه هوندو.

ii. پارٽيءَ کي يونين ڪائونسل سطح تي منظم ڪندو.
iii. يونين ڪميٽي جا اجلاس طلب ڪرڻ ۽ اجلاس جي صدارت ڪرڻ جو مجاز هوندو.

## B. يونين نائب صدر

i. صدر جي غير موجودگي ۾ صدر جون ذميواريون نڀائيندو.
ii. صدر پاران ڏنل ذميواريون نڀائيندو.

## C. يونين سيڪريٽري

i. صدر جي مشوري سان اجلاس ڪوٺائڻ ۽ اجلاس هلائڻ جو ذميوار هوندو.
ii. صدر جي مشوري سان اجلاس جي ايجنڊا ترتيب ڏيندو.
iii. پارٽي /يونين ڪميٽي جو رڪارڊ رکندو.
iv. صدر پاران مليل ذميواريون نڀائيندو.

## D_ ڊپٽي سيڪريٽري

i. يونين سيڪريٽري جو معاون هوندو ۽ ان جي نگراني ۾ اهي سمورا ڪم سرانجام ڏيندو جيڪي کيس سونپيا ويا هجن.
ii. يونين سيڪريٽري جي غير موجودگي ۾ ان جا فرض ۽ اختيار کيس حاصل هوندو.

## E. فنانس سيڪريٽري

i. پارٽي في / فنڊ گڏ ڪرڻ ۽ وڌائڻ لاءِ اُپاءَ وٺندو.
ii. رُڪنيت في وصول ڪندو ۽ طئي ٿيل شرح سان تعلقا/ٽائون ڪميٽي کي پهچائيندو.
iii. کيس اهو اختيار هوندو تہ يونين صدر يا صدر پاران نامزد ڪيل ڪنهن بہ ٻئي عهديدار سان ملي گڏيل بئنڪ اڪائونٽ آپريٽ ڪندو.
iv. پارٽي فنڊن ۽ خرچن جو رڪارڊ رکندو.

## 27.پارلياماني بورڊ

i. پارٽي جي پارلياماني بورڊ جي ميمبرن جو تعداد بشمول صدر پنج هوندو. پارلياماني بورڊ جي ميمبرن جي مقرري پارٽي صدر ڪندو ۽ ان جي توثيق سينٽرل ڪميٽي کان ڪرائيندو.

ii. اليڪشن / ووٽر لسٽن ۾ ووٽ داخل ڪرائڻ لاءِ جاڳرتا پيدا ڪرڻ، اليڪشن قانونن جو جائزو وٺڻ ۽ چونڊ حلقن ۾ ڦيرڦار کان آگاهي رکڻ پارلياماني بورڊ جي ذميواري هوندي.

iii. لاڳاپيل صوبي جي سينيٽ، قومي اسيمبلي ۽ صوبائي اسيمبلين جي اميدوارن جي چونڊ ڪندو (پارٽي ٽڪيٽ جاري ڪندو) ۽ درخواستون وصول ڪرڻ جو طريقو طئي ڪندو.

iv. چونڊ اميدوارن جي نالن تي ويچاريندا ۽ اهڙن نالن جي سفارش ڪندو جيڪي آئين جي آرٽيڪل 63 موجب يا رائج قانون موجب هجن.

v. پارلياماني بورڊ جي اجلاس لاءِ ڪورم ٽن ميمبرن تي مشتمل هوندو.

vi. پارلياماني بورڊ جي فيصلن تي اعتراض ڪندڙ اميدوار پارٽي صدر وٽ اپيل ڪري سگهندو.

vii. پارلياماني بورڊ پنهنجي ڪم لاءِ بائلاز جوڙيندو.

## 28.پارٽي چونڊون

i. پارٽي پاران هڪ چيئرمين، CEC يا صدر مقرر ڪيل چونڊ ڪميٽي ڊسٽرڪٽ ڪميٽين، تعلقا/ٽائون ڪميٽين ۽ يونين ڪميٽي جي چونڊ عمل جي نگراني ڪندي.

ii. چونڊ ڪميٽي پنهنجي ڪم لاءِ بائلاز جوڙيندي.

iii. چونڊ ڪميٽي ميمبر منجهان ڪنهن هڪ کي چيئرمين مقرر ڪندي.

iv. هر سطح جي چونڊ ڳجهي ووٽ ذريعي ٿيندي.
v. چونڊ عمل جو مڪمل رڪارڊ رکيو ويندو.
vi. اليڪشن ڪميٽي مقرر ڪيل مدي (ٽينيوئر) لاءِ هوندي جيڪا ڪنهن به وچ وارين اليڪشنس ڪرائڻ لاءِ پڻ ذميوار هوندي.
vii. پارٽي چونڊن جي تاريخ پڌري ٿيڻ ڪانپوءِ رڪنيت سازي نه ڪري سگهبي.
viii. چونڊ اعلان ڪانپوءِ به سمورا ادار ڪم ڪندا رهندا.
ix. سمورن ادارن جي مدت ٽي سال هوندي.

## 29.مالياتي ضابطا

i. پارٽي جا هر سطح جا يونٽ پارٽي صدر جي اجازت سان چندو وٺڻ جا مجاز هوندا. ۽ انهن جو رڪارڊ پارٽي جي مرڪزي آفيس کي موڪليندا.
ii. جنرل ڪائونسل جي اجلاس جي موقعي تي ڪائونسل جا ميمبر 20 رُپيا بطور في ادا ڪندا.
iii. پارٽي جو ڪو به ميمبر ڪنهن غير ملڪي، گهڻ قومي ڪمپني کان يا ملڪ جي ڪنهن سرڪاري يا پرائيويٽ ڪميٽي /اداري، تجارتي يا پروفيشنل تنظيم کان ڪا به رقم وصول نه ڪندو ۽ نه ئي ڪو انفرادي عطيو وٺڻ جو مجاز هوندو.
iv. ڪنهن به ملڪ کان ڪيش، جنس/وکر، اڪوموڊيشن، ٽرانسپورٽ، تيل يا ڪنهن به قسم جي ڪا رعايت، عطيو چندو يا فنڊ، وصول نه ڪيو ويندو.
v. پارٽي يونٽ مالي سال ختم ٿيڻ کان ٻه مهينا اڳ آمدني ۽ خرچ جا گوشوارا، ملڪيت ۽ قرض جا تفصيل پارٽي جي مرڪزي آفيس کي اماڻيندا.

vi. رڪنيت في مان يونين ڪميٽي 25 سيڪڙو تعلقا/ٽائون ڪميٽي 15 سيڪڙو ۽ ڊسٽرڪٽ ڪميٽي 10 سيڪڙو پاڻ خرچ ڪرڻ جون مجاز هونديون ۽ باقي في مرڪزي آفيس پهچائينديون.

## 30.ميمبرشپ جي معطلي ۽ اخراج

i. هڪ عام ميمبر جي رُڪنيت جي معطلي جي سفارش انهي علائقي جي تنظيم ڪندي، جنهن علائقي ۾ اُن رڪنيت ورتي هجي.
ii. معطليءَ جو اختيار ضلعي سطح جي تنظيم کي هوندو.
iii. معطليءَ کان پهريان لاڳاپيل رڪن کي سبب ڄاڻايو نوٽيس جاري ڪيو ويندو.
iv. لاڳاپيل رڪن کي ذاتي طور تي متئين اداري ضلعي صدر سامهون شڪايت دور ڪرڻ جو موقعو ڏنو ويندو.
v. جواب غير اطمينان بخش هئڻ جي صورت ۾ لاڳاپيل رڪن کي معطل ڪيو ويندو ۽ سندس اخراج / نيڪالي جي سفارش پارٽي مٿيئن اداري کي ڪئي ويندي.
vi. جنرل ڪائونسل جي اڪثريت نيڪالي جو فيصلو ڪندي.
vii. ضلعي عهديدارن کي مرڪزي تنظيم معطل يا خارج ڪري سگهي ٿي.

## 31.ڊيلي فرنٽ Party Wings

i. سنڌ يونائيٽيڊ لائرس فورم. Sindh United Lawyers (S.U.L.F) Forum
ii. سنڌ يونائيٽيڊ ليڊيز ونگ Sindh United Ladies Wing (S.U.L.W) Federation
iii. پارٽي ونگ جا سربراهه مرڪزي صدر مقرر ڪندو. جيڪي بعد ۾ پنهنجي پنهنجي فرنٽ جي مرڪزي ڪنويشن ۾ چونڊيا ويندا.

## 32.حلف نامو

مان..............................
عهدو...........................
حلفيہ وچن ڪريان ٿو تہ آءٌ سنڌ يونائيٽيڊ پارٽي جي ضابطن، اصولن ۽ پاليسين تي ڪاربند رهندي، پارٽي آئين جو پابند رهندس ۽ ان جي ادارن طرفان ڏنل سموريون ذميواريون سچائي ۽ ايمانداري سان نڀائيندس ۽ هميشہ پارٽي جي مفادن کي ذاتي مفادن مٿان ترجيح ڏيندس.
منهنجي وفاداري، پارٽي جي عزت، مان مرتبي جي واڌاري لاءِ هميشہ رهندي.
صحيح حلف کڻندڙ جي
تاريخ.............................

## 33.پڌرنامو

i. سنڌ يونائيٽيڊ پارٽي تاريخي وطنن ۽ قومن درميان 1940 جي قرارداد جي آڌار تي ڪيل واعدن مطابق اهڙي سماجي معاهدي لاءِ ڪوشان رهندي، جنهن موجب وفاق اندر قومي اڪايون برابري جي بنياد تي سياسي، مالي ۽ انتظامي طور مڪمل خودمختيار ۽ خود اختيار هونديون. رياستي تشخص، وسيلن جي مالڪي ۽ حق حڪمراني جي حاصلات لاءِ پُرامن سياسي جدوجهد ڪندي.

ii. پارٽي قومن جي برابري جي بنياد تي جهموريت قانون جي حڪمراني، اظهار جي آزادي، آزاد عدليہ، خودمختيار پارليامينٽ، فرد جي فرد، قومن جي قومن سان برابري لاءِ جدوجهد ڪندي.

iii. پارٽي ملڪ ۾ وسيلن ۽ اختيارن جي منصفاڻي ورڇ وسيلي جهالت، غربت، سماجي اڻ برابري ۾ گهٽتائي آڻي معاشري ۾ سماجي انصاف قائم ڪندي. شهرين جي بنيادي حقن ۽ فرضن ۾ توازن وسيلي ملڪ ۾ جوابده رياست / حڪومت ۽ فرض شناس شهري جو رشتو قائم ڪندي. فرد جو معيار زندگي بلند ڪندي ان جي مادي ۽ روحاني ترقي لاءِ اُپاءَ وٺندي.

iv. پارٽي سياست کي سماجي تبديلي آڻڻ ۽ ملڪي ڪاروهنوار هلائڻ جو واحد وسيلو سمجهندي. سياست ذريعي اقتدار جو حصول ۽ بهتر حڪمراني وسيلي سماجي تبديلي آڻڻ کي لازم ۽ ممڪن ڄاڻي ٿي. پارٽي ملڪ اندر نئين ايماندار ۽ بهتر انتظامي جوڙجڪ، قانوني سڌارن وسيلي ادارن کي مضبوط، با اثر Effective، اهل Efficient، خدمتگذار Service oriented ۽ اهليت پسند Meritorious بنائڻ لاءِ جدوجهد ڪندي.

v. پارٽي ملڪ ۾ قومي وحدتن اندر مستقل طور آباد اهڙن فردن، برادرين، قبيلن ۽ ثقافتي گروهن کي ان وحدت جو حصو سمجهي ٿي. جيڪو ان جي سياسي، اقتصادي، ثقافتي حقن ۽ مفادن کي پنهنجو ڄاڻندي، ان جي حاصلات ۽ تحفظ لاءِ پاڻ پتوڙين ٿا. ۽ ملڪ اندر ان جي قومي، تاريخي ۽ جاگرافيائي حدن ۽ انهن جي تحفظ ۾ يقين رکن ٿا.

vi. پارٽي سنڌو تهذيب جي هزاره سالا شاندار تاريخي، تهذيبي ۽ ثقافتي روايات جي بنيادن تي ملڪ مان جنس، رنگ، نسل مذهب، عقيدي ۽ ٻولي جي بنياد تي متڀيد جو خاتمو آڻيندي، جيو ۽ جيئڻ ڏيو جي اصول هيٺ انساني وقار ۽ فرد جي شخصي آزادي جو احترام ڪندي، معاشري ۾ سياسي، مذهبي آزادي ۽ رواداري کي فروغ ڏيندي، جنهن جو اصل مقصد اتحاد انساني العين دنيا ۾ پُرامن بقاءِ باهمي جي اصول هيٺ حاصل ڪري سگهبو.

# پڌرنامو

1. سنڌ يونائيٽيڊ پارٽي تاريخي وطنن ۾ قومن درميان 1940 جي قرارداد جي آڌار تي ڪيل واعدن مطابق اهڙي سماجي معاهدي لاءِ ڪوشان رهندي، جنهن موجب وفاق اندر قومي اڪايون برابري جي بنياد تي سياسي، مالي ۽ انتظامي طور مڪمل خودمختيار ۽ خوداختيار هونديون. رياستي معاملن کي مذهبي عقيدن کان ڌار رکيو ويندو. تاريخي قومن جي جدا تهذيبي-تشخص، وسيلن جي مالڪي ۽ حق حڪمراني جي حاصلات لاءِ پُرامن سياسي جدوجهد ڪندي.
2. پارٽي قومن جي برابري جي بنياد تي جمهوريت، قانون جي حڪمراني، اظهار جي آزادي، آزاد عدليه، خودمختيار پارليامينٽ، فرد جي فرد، قومن جي قومن سان برابري لاءِ جدوجهد ڪندي.
3. پارٽي ملڪ ۾ وسيلن ۽ اختيارن جي منصفاڻي ورهاست ذريعي وسيلي جهالت، غربت، سماجي اڻ برابري ۾ گهٽتائي آڻي معاشري ۾ سماجي انصاف قائم ڪندي. شهرين جي بنيادي حقن ۽ فرضن ۾ توازن وسيلي ملڪ ۾ جوابده رياست / حڪومت ۽ فرض شناس شهري جو رشتو قائم ڪندي. فرد جو معيار زندگي بلند ڪندي ان جي مادي ۽ روحاني ترقيءَ لاءِ اُپاءَ وٺندي.
4. پارٽي سياست کي سماجي تبديلي آڻڻ ۽ ملڪي ڪاروهنوار هلائڻ جو واحد وسيلو سمجهندي. سياست ذريعي اقتدار جو حصول ۽ بهتر حڪمراني وسيلي سماجي تبديلي آڻڻ کي لازم ۽ ممڪن ڄاڻي ٿي. پارٽي ملڪ اندر نئين ايماندار ۽ بهتر انتظامي جوڙجڪ، قانوني سڌارن وسيلي ادارن کي مظبوط، بااثر (Effective) اهل (Efficient) خدمتگذار (Service Oriented) ۽ اهليت پسند (Meritorious) بنائڻ لاءِ جدوجهد ڪندي.
5. پارٽي ملڪ ۾ قومي وحدتن اندر مستقل طور آباد اهڙن فردن، برادرين، قبيلن ۽ ثقافتي گروهن کي ان وحدت جو حصو سمجهي ٿي، جيڪو ان جي سياسي، اقتصادي، ثقافتي حقن ۽ مفادن کي پنهنجو ڄاڻندي ان جي حاصلات ۽ تحفظ لاءِ پاڻ پتوڙين ٿا ۽ ملڪ اندر ان جي قومي تاريخي ۽ جاگرافيائي حدن ۽ انهن جي تحفظ ۾ يقين رکن ٿا.
6. پارٽي سنڌو تهذيب جي هزاره سالا شاندار تاريخي، تهذيبيءَ ۽ ثقافتي روايات جي بنيادن تي ملڪ مان جنس، رنگ، نسل، مذهب، عقيدي ۽ ٻوليءَ جي بنياد تي متڀيد جو خاتمو آڻيندي، جيئو ۽ جيئڻ ڏيو جي اصول هيٺ انساني وقار ۽ فرد جي شخصي آزادي جو احترام ڪندي، معاشري ۾ سياسي، مذهبي آزادي ۽ رواداري کي فروغ ڏيندي. جنهن جو مقصد اتحادِ انساني، امن عالم ۽ ترقي بني آدم جو بين الاقوامي حصول هوندو. جيڪو نصب العين دنيا ۾ پُرامن بقاءِ باهمي جي اصول هيٺ حاصل ڪري سگهبو.

# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾عبدالله حسين "اُداس نسلين" نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪ "لُڙهندڙ نسُل" نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڀُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندڙُ، ياڙي، ڪاڙُو، پاڇوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان "پڙهندڙ" نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهڻ ۽ هِڪ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻڻ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَـنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪـو بـہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهـڙي دعوىٰ ڪري ٿـو تـہ پَـڪَ ڄاڻو تـہ اُهو ڪُـوڙو آهـي. نـہ ئي وري پَـنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪـڏهن ڪـو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جهڙيءَ طَرَح وڻـن جا پَـنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَـنَ بہ مختَلِف آهـن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻيـن لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصي ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نـہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تـہ پَـنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تـي بہ ٿِيـن. اهڙي حالت ۾ پَـنَ پاڻ هِڪَبِئي جي مدد ڪَـرڻ جـي اُصـولَ هيـٺ ڏي وَٺُ ڪنـدا ۽ غيرتجـارتي non-commercial رهنـدا. پَنَـن پـاران ڪتـابن ڪـي ڊِجيِٽـائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيِٽائِيز ڪرڻ ڪان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ پلي ڪمائي، رُڳو پَنَـن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي ته هو وَسَ پٺاندڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليڳگَن، چپائينِدڙن ۽ چاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن به رُڪاوٽ کي نه مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻ، سمجهه ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهه ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو ته:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو بوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهه پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالههَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهه نيلا پيلا آهن؛

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ بنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڄڪلهه جي پاڻ تي اِهو سوچي مَڙهڻ ته ”هاڻي ويڙهه ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نه وڃايو“ ناداني جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽِل گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻَ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ياڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)